# دعوت الي الله

مسلمانن جي بنيادي ذميواري
دعوت جي اهميت، ضرورت
۽ طريقن بابت لکيل ہِ اهم مضمون




حکمتِ قرآن اِنسٽيٽيوٽ

جامع مسجد رباني، هائي وي ڪالوني،
اسڪيم 33-، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ
فون: 0313-2707097

# دعوت الي الله

مسلمانن جي بنيادي ذميواري دعوت جي اهميت، ضرورت
۽ طريقن بابت لکيل هڪ اهم مضمون

حڪمتِ قرآن اِنسٽيٽيوٽ
جامع مسجد رباني، هائي وي ڪالوني،
اسڪيم_33، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ
فون: 0313_2707097






ڪتاب جو نالو: دعوت الي الله

پهريون ڇاپو: 2019ع
ڪمپوزنگ: عبدالله جروار
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: ذڪي سنز پرنٽرس، ڪراچي
ڇپائيندڙ: حڪمتِ قرآن انسٽيٽيوٽ، ڪراچي
قيمت: =/30 رپيا

اسٽاڪسٽ

- سنڌيڪا اڪيڊمي B-24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021-32737290
- سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديہ پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803- 03013431537
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، جي پي او روڊ پوسٽ آفيس پٺيان لاڙڪاڻو فون: 03313480039

لکپڙهہ ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
**حڪمتِ قرآن اِنسٽيٽيوٽ**
**جامع مسجد رباني، هائي وي ڪالوني،**
**اسڪيم-33، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ**
فون: 0313-2707097

# فهرست

# دعوت الي الله

بسم الله الرحمٰن الرحيم
نحمده ونصلي عليٰ رسوله الڪريم

”هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَ دِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ “

﴿التوبہ: 33﴾

ترجمو: ”هو اهو الله آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو هن لاءِ تہ ان کي سيني (هٿرادو) دينن تي غالب ڪري.“

الله تعاليٰ کي هي ڳالهہ پسند آهي تہ سچي انسانيت سلامتيءَ واري زندگي گذاري. ان ڪري هُن سلامتيءَ واري دين جو پيغام وري وري انسانيت ڏانهن موڪليو آهي. جڏهن آخري پيغمبير موڪليائين تہ ان ذريعي عطا ڪيل سلامتي واري دين کي هميشہ جي لاءِ سچي انسانيت جو سرمايو بڻائي ڇڏيائين. هاڻي پيغمبرن ڪانپوءِ ان دين اسلام جي ڦهلاءَ لاءِ پنهنجي مومن ٻانهن تي ذمو لڳايو آهي تہ اهي ان دين کي سچي انسانيت جي مٿان پڌرو ڪن. ان جي سچاين، ان جي ضابطن ۽ ان جي سلامتي واري پيغام کي پنهنجي پنهنجي دور جي دليل ۽ نشانين ۽ پنهنجي عملي ڪردار سان ثابت ڪن ۽ هڪ هڪ ماڻهوءَ تائين رسائڻ جو پنهنجي مٿان بار کڻن. ان سان هڪ طرف انسانن جي سچي ۽ سچڻ دين جي غلبي واري الله تعاليٰ جي مشيت جي تڪميل ٿيندي ۽ ٻئي طرف ان مقصد جي لاءِ مومن ٻانها جيڪا جهد ۽ ڪوشش ڪندا. ان ڪري انهن جا مرتبا مٿانهان ٿيندا ۽ انهن جي اعليٰ انساني منصب جي تڪميل ٿيندي.

الله تعاليٰ کي هي بہ پسند آهي تہ ان جا خلقيل انسان وڏا مرتبا ماڻن ۽ حسنة في الدنيا واري سک سلامتيءَ جي زندگي جيئن. ان مقصد جي لاءِ موڪليل هزارين سالن کان نبين سڳورن جو سلسلو جاري رهيو. جن دنيا

جي مختلف خطن ۽ مختلف قومن ۾ دين جي قيام ۽ سربلنديءَ لاءِ جهد ۽ جاکوڙ ڪئي. انهن سڀني نبين جي جهد ۽ ڪوشش جو ثمر مشهود ٿيو. پيغمبر ﷺ کانپوءِ نبوت جو سلسلو بند ٿيو تہ پوءِ اها ذميواري هن امت جي مٿان عائد ٿي تہ اهي خير امت جو منصب نڀائن ۽ دين جي سر بلندي ۽ غلبي جي لاءِ جهد ۽ ڪوشش ڪندا رهن. هن امت لاءِ چيو ويو تہ:

”كُنْتُمْ خَيْرَ أُمَّةٍ أُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَأْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَتَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ“

ترجمو: ”توهان پلي امت آهيو جو ماڻهن لاءِ مثالي بڻايا ويا آهيو اوهان انهن کي چڱاين ڏي سڏيندؤ ۽ انهن کي مداين کان روڪيندؤ.“

كُنْتُمْ خَيْرَ أُمَّةٍ جي معنيٰ آهي تہ توهان هڪ بهترين امت ٿي ويا آهيو. يعني هي هڪ حادث ۽ اڪتسابي حالت آهي جنهن جو زوال بہ ممڪن آهي. بهترين هئڻ جي وصف اسان جي ذاتي وصف ناهي پر اها خاص سبب ۽ هڪ ذميواريءَ جي تاثير آهي جيڪا اسان جي روحاني وجود کي خير جي خبر جي طرف متوجہ ڪري ٿي. اها ذميواري آهي نيڪين جي طرف سڏڻ ۽ مداين کان روڪڻ جي يعني جيڪڏهن توهان امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ڪندا رهندؤ تہ اوهان بهترين امت جو درجو ماڻيندؤ.

هن امت کي اهو اعزاز انهيءَ ڪري حاصل آهي تہ چڱاين ڏي سڏيندڙ ۽ براين کان روڪيندڙ ماڻهو نبوت واري وراثت جي ثواب جو حقدار بڻجي ويندو آهي. انهيءَ ڪري جو هي ڪم بنيادي طرح آهي ئي نبين جو. ان ڪري جيڪڏهن ڪو شخص هن مقصد لاءِ اڳتي وڌي ٿو ان جو مقصد آهي تہ هُن هڪ وڏي شان واري ذميواريءَ کي قبول ڪري ورتو آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم ۽ عنايت سان کيس هيءَ ذميواري سونپي آهي. ٻين لفظن ۾ اهڙي شخص کي سندس نيت ۽ درجي مطابق انهيءَ ذميواريءَ جو اجر ۽ ثواب ملي ٿو.

هتي هيءَ ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رکڻ کپي تہ ڇاڪاڻ جو هي ڪم نسورو پيغمبرن وارو آهي، جيڪي سڀ الله تعاليٰ جي طرفان ان جي پڌايل ۽ پسنديده صراط مستقيم تي قائم هيا. ان ڪري جيڪي بہ ماڻهو اها امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي ذميواري سنڀاليندا تہ اهي بہ پڪ سان هن فرض جي ادائگيءَ ۾ يقيني حد تائين صحيح رستي تي هلندڙ هوندا.

پر ان مقصد جي تڪميل لاءِ تڙپ، جستجو ۽ لڇ پڇ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن تڙپ ۽ جستجو ڪونهي ته پوءِ عمل جي توفيق به ڪونه ملندي، پوءِ رڳو روايتي وابستگي رهندي ۽ رڳو ڏيکاءُ هوندو. هدايت ۽ توفيق جو سمورو تعلق تڙپ ۽ جستجوءَ سان آهي، جڏهن اها پيدا ٿئي ٿي ته پوءِ اڻ ڏٺل رستن جي هدايت ۽ رهنمائي به حاصل ٿي وڃي ٿي. حضرت محمد ﷺ جڏهن عربن جي سڌاري لاءِ فڪر مندي ڪئي ته ان لاءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن تڙپيا ته حضرت ابراهيم عليه السلام جو هي نسل ڇو جهالت ۽ سرڪشيءَ جي واٽ تي هلي رهيو آهي. هي ماڻهو ڇو نه ٿا خدا واحد جي عبديت ۾ اچن جنهن لاءِ سندن ڏاڏي ابراهيم عليه السلام وڏا ڪشالا ڪٽيا. انهيءَ تڙپ ۽ جستجو ۾ ڪي ڏينهن حرا جي غار ۾ فڪرمنديءَ ۾ گذرندا هئا ته ڪي ڏينهن لاچار، بيڪسن ۽ مظلوم ماڻهن جي سهائتا وارين ڪوشش ۾ گذرندا هئا.

قرآن حڪيم پيغمبر اسلام جي ان تڙپ ۽ جستجوءَ کي هنن لفظن سان بيان ڪيو آهي:

”وَ وَجَدَكَ ضَآلًّا فَهَدٰى ۞“ ﴿الضحيٰ: 7﴾

ترجمو: ”اي پيغمبر اسان توکي سرگردان ڏٺوسين ۽ پوءِ هدايت جا رستا کوليا سين.“

ماڻهن جي سڌاري لاءِ اها تڙپ ۽ جستجو ايتري هوندي هئي جو پاڻ بيچين ۽ بيخود بڻجي پوندا هئا ۽ آخرڪار سوچي سوچي بُخارجي پيا ته هي ماڻهو ايمان ۽ سلامتيءَ واري واٽ ۽ هدايت تي ڇو نٿا اچن.

قرآن شاهدي ڏئي ٻڌايو آهي ته:

”لَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفْسَكَ اَلَّا يَكُوْنُوْا مُؤْمِنِيْنَ ۞“ ﴿الشعراء: 3﴾

”(اي پيغمبر) شايد انهيءَ فڪر ۾ پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪري ڇڏيندين ته هي ماڻهو ايمان ڇو نٿا آڻين.“

پيغمبر ڪريم ﷺ جي انهيءَ تڙپ ۽ فڪرمنديءَ لاءِ قرآن جي ڏنل شاهديءَ جا لفظ تمام مختصر آهن، پر اهي پيغمبر ﷺ جي بيتابي، ان جي هورا کورا، ان جي تڙپ جي ڪمال انتها کي بيان ڪن ٿا.

پيغمبر ڪريم ﷺ جي اطاعت انهن جي سموري اسوه حسنه ۾ آهي، انهيءَ ڪري دين جي غلبي لاءِ ۽ انسانن کي توحيد ۽ معرفت الاهيءَ جو

پيڪر بنائڻ لاءِ مومنن کي جڏهن ساڳيءَ طرح تڙپ ۽ جستجو رکڻي پوندي، تڏهن ئي حقيقي اطاعت محمدي ميجبي. جڏهن اهو رنگ پنهنجي مٿان غالب ڪبو تڏهن ڪامراني ۽ ڪاميابيءَ جا رستا کلندا ويندا.

”وَ الَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا“ ﴿العنكبوت: 69﴾

”جيڪي اسان جي رستي ۾ جهد ۽ جاکوڙ جاري رکن ٿا، تن کي ضرور پنهنجون واٽون ڏيکاريندا سون.“

پيغمبر ڪريم ﷺ جي زندگيءَ جو خاڪو ڇا آهي؟ هڪ جملي ۾ بيان ڪبو ته ”وٽن انسانيت جي سڌاري لاءِ هڪ دعوت هئي ۽ ان دعوت ۽ پيغام کي پهچائڻ ئي پاڻ سڳورن جي زندگي هئي.“ پر ان دعوت پهچائڻ جي ذميواريءَ جي خبرداري ۽ احساس ڪيتري حد جو هو؟ غار حرا جي پهرئين پيغام کان وٺي زندگيءَ جي آخري لمحي تائين، هر لمحو ڏسو ته ان دعوت جو فڪر آهي، انهيءَ دعوت جي تڙپ آهي ۽ انهيءَ دعوت جو احساس آهي. راتيون ۽ ڏينهن ان جي لاءِ وقف آهن ۽ ميل ملاقاتون به سڀ انهيءَ لاءِ وقف آهن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمائن ٿا ته، هڪ ڏينهن پاڻ ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ حاضر هئس، پاڻ منبر تي ويٺل هئا ۽ مون کي فرمايائون ته، عبدالله! مون کي قرآن پڙهي ٻڌاءِ؟ مون حيرت ۽ ادب مان پڇيو ته، اي الله جا رسول! مان اوهان کي قرآن پڙهي ٻڌايان!؟. حالانڪ هي قرآن ته اوهان تي لاٿو ويو آهي. پاڻ فرمايائون ته هائو! مان چاهيان ٿو ته پاڻ کان سواءِ ٻئي کان به قرآن ٻڌان.

حضرت عبدالله رضي الله عنه فرمائن ٿا ته، مون سورت نساء پڙهڻ شروع ڪئي، ايستائين جو مان هن آيت تي پهتس:

”فَكَيْفَ اِذَا جِئْنَا مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ بِشَهِيْدٍ وَّ جِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا ۝“ ﴿النساء: 41﴾

”پوءِ ڇا حال ٿيندو جڏهن آڻينداسون هر امت مان شاهد ۽ آڻينداسون تو کي انهن مٿان شاهد ڪري.“

پاڻ ڪريمن ﷺ جو آواز آيو: عبدالله بس! مون نظر کڻي جو مٿي ڏٺو ته ڪريمن ﷺ جي ٻنهي اکين مان نير وهي رهيا هئا. ﴿مسلم ۽ بخاري﴾

ڏسو ته، هي ڪهڙي ذميواري ۽ جوابدهيءَ جو ايترو گهرو ۽ شديد احساس هو جنهن پاڻ ڪريمن ﷺ جي دل کي جهوري وڌو هو ۽ اکين کي

نير سان پري ڇڏيو هو. اها ذميواري دعوت جي ذميواري هئي ۽ الله جي ٻانهن تي حق جي گواهي ڏيڻ جي ذميواري هئي ته، هڪ ڏينهن الله جي درٻار ۾ حاضر ٿي بيهندس ۽ الله مون کان پڇندو ته تون گواهيءَ جي اها ذميواري ڪيتري قدر پوري ڪئي؟

اسوه حسنه کي اسان ماڻهن صرف اهو سمجهڻ شروع ڪيو آهي ته پاڻ ڪريمﷺ جن جي کائڻ پيئڻ جو طريقو ڇا هو؟ پاڻ ڪريمنﷺ لباس ڪهڙو پهريندا هئا؟ ۽ سندس اخلاق ڪهڙا هئا؟ وغيره. پر اسوه حسنه ۾ فڪرمنديءَ توڙي سرگرمين ۾ اسان کي انهن جهڙو بنجڻو آهي. انهيءَ احساس ۽ عمل کان اسان محروم ٿيندا پيا وڃون. مڪي جي گهٽين ۽ گوشن ۾ راتان ڏينهان هڪ ڪري ماڻهن تائين رسڻ، عڪاظ جي ميلن جا گشت، طائف جي بازارين ۾ پنهنجو رت وهائڻ، بدر ۽ حنين جي معرڪن جون مشقتون آخر اسان جي اسوه حسنه جي عمل واري دائري کان ٻاهر ڇو آهن؟

پيغمبر ڪريمﷺ جي انهيءَ اسوه کي سامهون رکي اسان پنهنجو جائزو وٺون ته خير امت جي طور تي اسان انهيءَ ذميواريءَ کي نڀائڻ جو ڪيترو احساس، امنگ ۽ تڙپ رکون ٿا. اسان حق جي دعوت، توحيد جي پيغام ۽ معرفت الاهيءَ جي شعور کي خلق خدا تائين پهچائڻ جا ڪيترا جتن ڪريون ٿا، ڪيتريون ڪوششون ڪريون ٿا ۽ آخرت جي لاءِ ڪيترو ثمر تيار ڪريون ٿا؟

اسان جي عزيزن مان ڪيترا ماڻهو آهن، جن کي اسان توحيد پرست بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، اسان جي دوستن مان ڪيترا ماڻهو آهن، جن جي دل تي اسان معرفت الاهيءَ جي شعور جي دستڪ ڏني آهي. اسان جي پاڙي ۾ ڪيترا ماڻهو آهن، جن کي اسان غريبن جو پرجهلو بنائڻ لاءِ کين مال جي قرباني تي آماده ڪيو آهي. ڪيترا ماڻهو آهن جن کي سماجي سڌارن جي ڪوشش ۽ حق جي جماعت جو مجاهد بنائڻ جي محنت ڪئي آهي. اسان جي ملڪ جا ڪيترا ماڻهو آهن، جيڪي اڃا تائين توحيد ۽ معرفت جي پيغام کان غير واقف آهن. انهن جي هدايت يافته ٿيڻ لاءِ اسان ڪيترو وقت ڪڍون ٿا، ڪيترا وسيلا خرچ ڪريون ٿا ۽ ڪيتري جهد ڪريون ٿا؟

اسان کي جيڪڏهن توحيد جي شناسائي بہ آهي، حق جي ساڃ جو ادراڪ بہ آهي ۽ معرفت الاهيءَ جي لنو بہ لڳل آهي تہ پوءِ اها شناسائي، اهو ادراڪ ۽ اها لنوَ ڪا مادي ڪمائي ناهِن جيڪا ڳنڍ ٻڌي آخرت ۾ الله تعاليٰ جي حضور ۾ پيش ڪرڻ جو توشو بڻجي، بلڪ اهي نعمتون جهد جي عملي نتيجن سان پنهنجي لاءِ آخرت جو توشو بنائڻ واسطي آهن. جيڪڏهن اسان جي روزاني زندگيءَ جي عملن ۾ توحيد جي لاءِ تات ۽ جهد ڪونهي، حق جي ساڃ جي لڇ پڇ ۽ سرگرمي ڪونهي تہ پوءِ دين جي ٿلهي ڄاڻ ۾ تہ يورپ جي يونيورسٽين ۾ پڙهائيندڙ اسلاميات جي شعبي جا انگريز پروفيسر اسان کان گهٽ و مٿي آهن.

انهيءَ ڪري مومن کي ممتاز حيثيت حاصل ٿي تڏهن آهي جڏهن ان جي ڄاڻ ۽ ان جو شعور ان جي عملي زندگيءَ ۾ عيان آهي. انهيءَ ڪري قرآن مجيد ۾ بہ ايمان وارن کي مخاطب ڪيو ويو آهي تہ اَلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَ عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ـ ايمان وارا جيڪي ايمان مطابق صالح عملي زندگي گذارڻ ٿا. يعني عملي زندگيءَ کان سواءِ ايمان جي دعويٰ ۾ صحت ميڇڻ جوڳي ڪونهي.

الله تعاليٰ کي پنهنجي ٻانهن جو سندس عبديت ۾ اچڻ بيحد پسند آهي. انڪري هو پنهنجي ڪجهہ ٻانهن کي ان ڪم لاءِ بيتاب ڪري ٿو. انهن ۾ ديوانگي پيدا ڪري ٿو ۽ انهن کان ڪشٽ ڪشالا ڪيرائي ٿو. اهي ماڻهو ايمان، دعوت ۽ جهاد جي ٽڪنڊي سان پنهنجي زندگيءَ جو هڪ مقصد ۽ نصب العين جوڙين ٿا ۽ ان لاءِ جيئن ٿا. ايمان انهن کان هن ڳالهہ جو مطالبو ڪندو آهي تہ انهن جي پوري زندگي الله تعاليٰ جي ٿي وڃي. جهاد جو مطلب آهي تہ الله تعاليٰ دنيا ۾ انهن جيڪو ڪجهہ ڏنو آهي، انهن جو وقت، انهن جو جسم، انهن جون صلاحيتون، انهن جو مال، انهن مان هر شيءِ الله جي لاءِ ۽ الله جي دين لاءِ وقف ٿي وڃي ۽ ان جي رضا لاءِ وقف ٿي وڃي. دعوت انهن ٻنهي شين، ايمان ۽ جهاد، جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندڙ آهي. اوهان جيستائين دعوت جي ڪم کي موثر ۽ سرگرم نٿا بڻايو، تيستائين توهان جي ايمان ۽ جهد ۾ سرگرمي ۽ جولان، پيدا نٿو ٿي سگهي. ايمان جي تقاضا آهي تہ ماڻهن کي سڏيو وڃي ۽ اهي الله جي بندگيءَ تي جمع ٿي وڃن ۽ انساني سماج جي سڌاري جون ٻيون ڪوششون بہ تڏهن عمل ۾ اچي سگهنديون جڏهن ماڻهو انهيءَ مقصد لاءِ جمع ٿي وڃن.

فرمايو ويو:

”يٰٓاَيُّهَا الرَّسُوۡلُ بَلِّغۡ مَاۤ اُنۡزِلَ اِلَيۡكَ مِنۡ رَّبِّكَ ؕ وَ اِنۡ لَّمۡ تَفۡعَلۡ فَمَا بَلَّغۡتَ رِسَالَتَهٗ ؕ وَ اللّٰهُ يَعۡصِمُكَ مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الۡكٰفِرِيۡنَ ۝۶۷“ ﴿المائده: 67﴾

”اي رسول! جيڪو تنهنجي مٿان تنهنجي رب جي پاران نازل ٿيو آهي، ان کي پهچاءِ. جيڪڏهن تو ائين نہ ڪيو تہ (پوءِ سمجهہ) تو الله جو پيغام نہ پهچايو ۽ الله تو کي ماڻهن (جي شر) کان بچائي وٺندو بيشڪ الله انهن تي ڪاميابي جي راهہ نہ کوليندو جن ڪفر جي راهہ ورتي.“

هن آيت مان واضح ٿئي ٿو تہ ايمان وارن کي دين جي ڦهلاءَ جي لاءِ تڙپ، سرگرميون ۽ جهد ۾ سچي حياتي لڳو رهڻ جي تلقين ٿيل آهي. ۽ تبليغ ان شيءِ جي ڪرڻي آهي رب جي پاران نازل ٿيل آهي. الله جو ڪتاب ماڻهن کي پنهنجي ٻولين ۾ پهچائڻ ۽ الله جي ڪتاب جي تعليم پهچائڻ دعوت جو اصل ڪم آهي. ان دعوت پهچائڻ ۾ رڪاوٽون ۽ تڪليفون ايندڙيون تہ الله تعاليٰ پنهنجي حفاظت ۾ رکندو. انهيءَ ڪم ۾ لڳڻ سان الله جو قانون انهن جي حق ۾ متحرڪ ٿيندو ۽ اهڙا غير معمولي سبب پيدا ٿيندا جيڪي آخرڪار مومنن جي ڪاميابيءَ جي ڏاڪڻ بڻبا. اهو الله جو قانون آهي تہ اهو سچي دعوت جي مقابلي ۾ انڪار ڪندڙن جي راهہ نہ کوليندو آهي.

## فڪر جي درستگي

مسلمانن جي لاءِ ايمان، جهاد ۽ دعوت جي ٽڪندي سان دين جي ڦهلاءَ غلمي لاءِ ڪم جو دائرو متعين ٿئي ٿو. پر ڪم جي ان دائري ۾ سرگرمي پيدا ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ دين اسلام جي بنيادي روح جي باري ۾ اسان جي سمجهہ ۽ فڪر کي درستگي ۽ چٽائي حاصل هجي.

قرآن مجيد اسلام جي بنيادي اصولن جي باري ۾ چٽي رهنمائي ڪئي آهي ۽ پيغمبر اسلام ﷺ جي اسوه حسنہ سان رهبريءَ جون سڀ وٿون نروار ٿيل آهن. هتي اسان اسلام جي انهن بنيادي اصولن جي چٽائيءَ کي ورجائيندا سين، تہ جيئن اسان جي لاءِ رباني دعوت جي عمل ۾ سرگرميءَ جا رستا آسان ٿي وڃن.

## اسلام جو روح ڇا آهي؟

1. الله تعاليٰ ڪائنات جو خالق آهي.ڪائنات ۾ سندس جوڙيل سڀ شيون ان جي مقرر قانونن تي هلن ٿيون. اهڙا قانون انسانن جي لاءِ بہ مقرر آهن جيڪي وحي جي ذريعي کيس عطا ڪيا ويا آهن. انهن قانونن جي تقاضائن ۽ نتيجن کي تسليم ڪرڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ اسلام آهي ۽ انهن کان انحراف ۽ سرڪشي ڪفر آهي. [1] اسلام سلامتيءَ جو دين آهي، ان تي عمل ڪرڻ جي نتيجي ۾ هن دنيا جون ڀلايون بہ انسان کي حاصل ٿين ٿيون ۽ آخرت جي جهان جون ڪاميابيون بہ حاصل ٿينديون. ان جي مقابلي ۾ سرڪشي ۽ انحراف ڪندڙن جي لاءِ هت بہ خواريءَ جي زندگي آهي ۽ آخرت بہ دردناڪ عذاب جو بندوبست ٿيل آهي.

2. انسان کي الله تعاليٰ خلافت ارضيءَ جو منصب سونپيو آهي. ان منصب جي تقاضا آهي تہ انسان ڌرتيءَ تي پنهنجي ڪردار ۽ عمل سان پنهنجي ذات جي تڪميل ڪري، پنهنجي ڪردار ۽ عمل جي لاءِ الله تعاليٰ جي بڌايل قانونن جي پاسداري ڪري ۽ الله تعاليٰ جي صفتن کي پنهنجي مٿان منعڪس ڪري. اهڙي طرح اعليٰ انساني قدرن جي سچي انساني سماج ۾ ڦهلاءَ لاءِ ڪوشش وٺي ۽ سموري انسانيت کي الله تعاليٰ جي عبديت ۾ وٺي اچڻ ۽ ان جي صفتن جو مظهر بنائڻ جي سوچ ۽ لوچ رکندو هجي.

ظاهر آهي تہ جيڪو شخص پنهنجي زندگيءَ جي نصب العين ۾ انهيءَ مٿانهين سطح جي حاصلات جو فڪر رکندو، انهيءَ جي ايمان ۽ عملي زندگيءَ کي بہ اوتري رونق عطا هوندي. پوءِ هو جئين جئين پاڻ ان فڪر تي عملي طرح ڪاربند رهندو تيئن تيئن سندس شخصيت ۽ انسان پڻي جي ترقي ٿيندي. اهڙي طرح هو هڪ سچي موحد انسان جي طور تي جيئندو. هو توحيد جي معرفت جو جيئن پاڻ متوالو بڻيل هوندو، تيئن ٻين ماڻهن کي بہ توحيد جو عاشق بڻائڻ جا جتن ڪندو. هن جي توحيد واري معرفت رڳو قبرن کي سجدي گاهہ بنائڻ کان روڪڻ تائين محدود ناهي، بلڪ هُن جي توحيد جي معرفت جو دائرو الله تعاليٰ جي ربوبيت، حاڪميت

---

[1] مولانا ابوالڪلام آزاد تفسير ترجمان القرآن جي پهرين جلد سورت فاتحہ جي تفسير ۾ الله تعاليٰ جي انهن قانونن جي ڪارفرمائيءَ جو سير حاصل تفصيل لکيو آهي.

۽ الوهيت جي سڀني شعبن تي محيط هجي ٿو. هو سمجهي ٿو تہ جيئن الله تعاليٰ جهانن جو پالڻهار آهي، تئين اُن جي پالڻهاري سڀني لاءِ عام آهي. تنهن ڪري هڪ سچي موحد جي حيثيت ۾ هو پاڻ کي ربوبيت عامہ جي قيام لاءِ وقف ڪري ٿو تہ جيئن سڀ خلق خدا کي رزق جي يڪسان موقعن ۽ وسيلن مان حاصلات ٿيندي رهي. انهيءَ ڪري ان موحد انسان جو شان هي آهي تہ پنهنجي بنيادي ضرورتن کان وڌيڪ جيڪو مال اٿس سو الله جي رستي ۾ خرچ ڪري ٿو ۽ اهڙي نظام قائم ڪرڻ لاءِ جيڪا جهد ۽ ڪوشش ٿئي ٿي، هو ان جو سرگرم ساٿاري ٿو بڻجي.

اهو موحد الله تعاليٰ جي جوڙيل ضابطن جو پنهنجي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي ۾ پابند رهي ٿو. هو پاڻ کي الله جي رنگ ۾ رنگي ٿو ۽ الله تعاليٰ جي صفتن جي رنگ سان خدا جي مخلوق جي لاءِ پاڻ کي ڪارگر ثابت ڪري ٿو ۽ ائين الله جون قربتون حاصل ڪندو وڃي ٿو.

توحيد الوهيت ۾ هُن جي سڀني شڪرانن، سجدن ۽ عبادتن جي مستحق اها ئي ذات آهي. هُن جو جيئڻ ۽ مرڻ، هُن جي نماز ۽ قربانيون، هن جي سوچ ۽ فڪر سڀ الله تعاليٰ جي لاءِ آهن. اهڙي طرح جيڪي فرد يا گروهہ ۽ قومون پنهنجي طاقت ۽ ڏاڍ جي زور تي فردن، طبقن ۽ قومن کي غلام بڻائي، انهن لاءِ الله جي عبديت ۾ مانع هجن ٿيون ۽ انهن جي وسيلن جي ڦرلٽ ڪن ٿيون تہ هو انهن سان ميسر موقعن ۽ وسيلن ذريعي مزاحمت ۽ ويڙهہ جي پيغمبري طريقن جي هر حال ۾ پوئواري ڪري ٿو ۽ جيڪي ماڻهو يا جماعتون اهو ڪم نباهين ٿيون تن جو ڀرپور ساٿ ڏئي ٿو. صالح ۽ اعليٰ انساني معاشرو فرد گڏجي جوڙين ٿا. اهڙي اعليٰ انساني معاشري جي قيام لاءِ گڏيل ڪوشش ۾ هو سهڪاري بڻجي ٿو.

سڀ کان وڌيڪ هي تہ الله تعاليٰ جي جنهن صفت جو سڀ کان وڌيڪ قرآن مجيد ۾ ذڪر ٿيو آهي، اها ربوبيت جي صفت آهي. انسان هن دنيا ۾ الله تعاليٰ جي نائب جي حيثيت ۾ ربوبيت خون جيتريون ذميواريون انفرادي طرح نڀائي سگهي ٿو، انهيءَ کان وڌيڪ انهن ذميوارين جو تعلق اجتماعي زندگيءَ سان آهي. يعني ربوبيت عامہ جو قيام ۽ نفاذ بہ اجتماعي ڪوشش سان ئي تعلق رکي ٿو.

مومن جو هي بنيادي ڪردار ۽ ذميواري آهي. انهيءَ ۾ خوبي ۽ مٿاهين سطح رکڻ جي لاءِ هُن کي هڪ عبادتي نظام جو پابند بڻايو ويو آهي. ارڪان اربعہ جي ذريعي هن ۾ اهي خوبيون ۽ عملي ڪردار جڙي پون ٿا. جيڪي ڪيس پنهنجي مقصد جي ويجهو ڪن ٿا. انهيءَ لحاظ کان ارڪان اربعہ قرب خداونديءَ ۽ زندگيءَ جي اعليٰ نصب العين کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهن. اهڙي طرح نفس جي تزڪيي کان وٺي اعليٰ اخلاقي تعمير جا جيڪي بہ احڪام آهن، سي انهيءَ لاءِ آهن تہ مومن جي درجيوار مشهود ٿيندڙ انهيءَ مرتبي ۽ حيثيت کي سگهارو بنائن، تان جو خدا جي هڪ پسنديده ٻانهي جي طور تي جي مالڪ حقيقيءَ سان سندن اتصال ٿي پوي.

جڏهن انهيءَ اعليٰ منصب نباهڻ جو ادراڪ بيدار ٿيل هجي تہ پوءِ هڪ مؤمن جي لاءِ پنهنجي ايمان جي تڪميل واسطي عمل ۽ دعوت جا رستا کلي پون ٿا.

## ذميوارين جو ادراڪ

ايمان ڪو مهتيل ۽ گهوٽيل ڏُکو ڪونهي جيڪو چمچي ذريعي ڪنهن کي اوتي ڇڏجي ۽ پيئندڙ ان سان مومن بڻجي وڃي بلڪ ايمان هڪ معاهدي جي تجديد ڪري ان جي مٿان اهڙو پڪو ۽ پختو عمل آهي جنهن جي روءِ سان ٻانهو پنهنجي جان ۽ مال پنهنجي مالڪ جي حوالي ڪري ڇڏي ٿو:

”اِنَّ اللہَ اشۡتَرٰی مِنَ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ اَنۡفُسَهُمۡ وَ اَمۡوَالَهُمۡ بِاَنَّ لَهُمُ الۡجَنَّةَ“ ﴿التوبہ: 111﴾

”بيشڪ الله ايمان وارن سان سندن جان ۽ سندن مال جو سودو ڪري ڇڏيو آهي، هن جي بدلي ۾ تہ انهن لاءِ جنت آهي.“

اهو عهد مومن ٻانهن الست بربڪم جي جواب ۾ قالو بليٰ چئي اقرار ڪيو هو. انڪري پنهنجي زندگيءَ ۾ مومن ٻانهو ربوبيت جي مٿان پنهنجي پڪي پختي ايمان ۽ عمل سان ان عهد جي تجديد ڪندو آهي. يعني مومن ٻانهو پنهنجي جان ۽ مال جي حوالگيءَ سان گڏ پنهنجي سيني سرگرمين ۽ وفادارين کي مالڪ جي حوالي رکي ٿو. ڇاڪاڻ جو مومن ٻانهو سمجهي ٿو تہ سودو ٿي ويو ۽ خريدار خدا پاڻ آهي تہ ٻانهي جي مالڪي ختم. هاڻي

امانت جو مقام شروع ٿيو ۽ ٻانهو صرف امين آهي. هاڻي هو جان بہ ان امانت سان گذاريندو ۽ مال بہ ان امانت سان سنڀاليندو. هينئر هو صرف پنهنجي لاءِ نہ جيئندو پر خدا جي ٻانهن ٻين انسانن جي لاءِ جيئڻ جي واٽ تي هلندو. انسانن جي جهالت ۽ گمراهي، انهن جا ڏک ۽ سور، انهن جي غلامي ۽ استحصال ان مومن ٻانهي کي مضطرب ڪري ڇڏيندا ۽ پوءِ هو پاڻ کي انهن جهالتن ۽ گمراهين، ڏکن ۽ سورن ۽ غلامين ۽ استحصال جي خاتمي لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهندو.

اهي سڀ ذميواريون انهيءَ احساس ۽ يقين سان سرانجام ڏيڻيون آهن تہ اهو الله تعاليٰ جو سونپيل ۽ ان کي پسنديده ڪم آهي جنهن جي ادائگي ان جي محبوبيت جو ڪارڻ بڻبي.

”وَ كَذٰلِكَ جَعَلۡنٰكُمۡ اُمَّةً وَّ سَطًا لِّتَكُوۡنُوۡا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ“ ﴿البقره: 143﴾

”۽ اهڙي طرح اسان توهان مسلمانن کي متوازن، وچٿري ۽ مثالي امت بنايوسين تہ جيئن دنيا جي ماڻهن تائين شاهدي ڏيندڙ هجو.“

”يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا كُوۡنُوۡۤا اَنۡصَارَ اللّٰهِ“ ﴿الصف: 14﴾

”اي ماڻهوؤ! جن ايمان آندو آهي، الله جا مددگار بڻجو“

”مَنۡ ذَا الَّذِىۡ يُقۡرِضُ اللّٰهَ قَرۡضًا حَسَنًا فَيُضٰعِفَهٗ لَهٗۤ“ ﴿البقره: 245﴾

”توهان مان ڪير آهي جيڪو الله کي سهڻو قرض ڏئي، تان تہ الله کيس ڪيترا ڀيرا وڌائي واپس ڪري.“

يعني پنهنجو حقير مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪري دين ۽ دنيا جون بيشمار برڪتون ۽ سعادتون حاصل ڪري.

## الله جي رضا حاصل ڪرڻ

مومن ٻانهي جي سڀني سرگرمين، پروگرامن، منصوبن ۽ جدوجهد جو مقصود ۽ مطلوب صرف اها ئي ذات آهي. انهيءَ ڪري رباني دعوت لاءِ پنهنجو پاڻ کي ان جي حوالي ڪرڻ جو مقصد ڪا شهرت، ڪو عهدو، ڪو ٿلهو ٽارگيٽ حاصل ڪرڻو ڪونهي، بلڪہ اها حوالگي الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ آهي. پنهنجي شخصي اصلاح، پنهنجي خاندان جو

سڌارو سٺي سماج جي تشڪيل لاءِ ڪوششون، انساني حقن ۽ آزادين جي لاءِ ويڙهه. انهن سڀني شين جو اصل مقصد الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ آهي. انهيءَ رضا جو نتيجو مومن ٻانهن کي هر دنيا ۾ به اطمينانن جي زندگي گذارڻ جي ضرورت ۾ ملي ٿو ۽ آخرت ۾ به اهو اطمينان جنت جي سلامتي واري زندگيءَ جي دائمي عطا سان ڪيس نوازيو ويندو.

جيئن فرمايو ويو آهي ته:

يَٰٓأَيَّتُهَا ٱلنَّفْسُ ٱلْمُطْمَئِنَّةُ ﴿٢٧﴾ ٱرْجِعِىٓ إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾

فَٱدْخُلِى فِى عِبَٰدِى ﴿٢٩﴾ وَٱدْخُلِى جَنَّتِى ﴿٣٠﴾ ﴿الفجر: 27-30﴾

”(۽ خدا جي قانونن جي پاسداري ڪندڙ ماڻهوءَ کي چيو ويندو ته) اي (نيڪيءَ تي) اطمينان ڪرڻ وارا نفس! پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽي هل، جو تون زندگيءَ ۾ ان کي راضي ڪيو ۽ هاڻي هو تو کي راضي ڪندو. پوءِ (زندگيءَ ۾ به) منهنجن (مطمئن) ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ ۽ (آخرت ۾ به) منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ.“

حقيقت هيءَ آهي ته جنت به مومن ٻانهن لاءِ نسورو مقصود ڪونهي، بلڪه اها به الله تعاليٰ جي قربتن ۽ ان جي محبوبيت واري اتصال جو ذريعو آهي. ڇاڪاڻ جو الله تعاليٰ جي مرضي آهي ته ان ذريعي سان مومن ٻانهن جو ساڻس دائمي اتصال قائم ٿئي ۽ اهڙي طرح قربتن جو اهو مقام مومن ٻانهن کي حاصل ٿئي جو الله انهن ڏانهن چاهتن جي نهار ڪري ۽ انهن سان الفتن جون ڳالهيون ڪري.

## وابستگي

اهي نبوت جي اطاعت ۽ پوئلڳيءَ جا هيڏا سارا ڪم خوبيءَ سان تڏهن سرانجام ڏئي سگهبا جڏهن فڪر جي حاصلات سان گڏ ان دعوت سان حد درجي جي عملي وابستگي هجي، ان ڪري رباني دعوت ڏيندڙ ماڻهن کي هر وقت پنهنجي رباني ڪم سان عملي وابستگيءَ ۽ ذهني ڳانڍاپي کي قائم رکڻو آهي. جنهن ڪم جو آغاز هنن ڪيو آهي ۽ جن مقصدن جي لاءِ ڪيو آهي. اهي دعوت واري ڪم جي ڪنهن به مرحلي تي اوجهل نه ٿي وڃن. عام طور تي ڏٺو ويو ته ڪي وڏا ڪم هڪڙا مقصد

سامهون رکي شروع ڪيا ويندا آهن پر هلندي هلندي ڪمن جون ترجيحون بدلجي وينديون آهن، تان جو اصل ڪم (مقصد ۽ نصب العين) مورڙئون اوجهل ٿي ويندو آهي ۽ ٻيا فروعي ڪم ان جي جاءِ والاري ويندا آهن. انهيءَ ڪري رباني دعوت جي اصل توحيدي مقصدن کي بار بار ورجاءَ ۾ رکجي. پيغمبر عليہ السلام جڏهن توحيد جي دعوت انسانن جي سامهون رکي تہ ان جي روح ۽ اصل اصول جو وري وري ورجاءُ پئي فرمايائون. حالانڪ سڀني ماڻهن کي خبر هئي تہ اسان ڪهڙي ڪم سان لڳل آهيون، پر ان جي باوجود وحي جي طرفان وري وري ورجائڻ جو مقصد اهو هو تہ اصل اصول دل ۽ ذهن جي گهرائين ۾ لهي وڃي ۽ وقتي حالتن جي اثر ڪري ٿوري دير لاءِ بہ اوجهل نہ ٿئي. اهڙي طرح جيئن ماڻهو ان دعوت ۾ شامل ٿيندا وڃن، انهن جي مٿان پڻ اها ڳالهہ پڌري ٿيندي وڃي ۽ انهن کي بہ پنهنجي وابستگيءَ جو پورو پورو شعور ۽ ادراڪ حاصل هجي.

پنهنجي ڪم سان وابستگي ديوانن وانگر هجي. جيئن پيغمبر اسلام ﷺ فرمايو تہ: ”اللہ جي پچار ايتري ۽ اهڙي طرح ڪيو جو ماڻهو چون تہ هي تہ ديوانو آهي.“ اها ديوانگي ئي ماڻهوءَ جي ولايت آهي. توحيد جي خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جي واٽن تي هلندي ماڻهوءَ جي تخليقي مقصد جي تڪميل ٿئي ٿي. ڪيس خدا جي رضا ۽ محبوبيت جا مقام ملن ٿا. خدا جي رضا ۽ محبوبيت جا اهي مقام ئي تہ ولايت آهن. اللہ تعاليٰ پنهنجن اهڙن ٻانهن کي دوست ۽ ولي ٻڌائي ٿو جيڪي ماڻهن کي اونداهين مان ڪڍي روشنيءَ جي طرف آڻين ٿا.

## دعوت جو تحفظ

دعوت جي مقصدن ۾ ڪا بہ مصلحت پسندي ۽ ڪا بہ رعايت، ڪا بہ ڪمي ۽ ڪو بہ اضافو دعوت جي ڪارج کي لوڏي سگهي ٿو. پيغمبر اسلام ﷺ جي طريقي ۽ معمول کي سامهون رکي ڏسو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪڏهن بہ توحيد واري دعوت جي اصولن تان ذرو بہ پوئتي نہ هٽيا. سندن چاچي ابوطالب جي ذريعي مٿن دٻاءُ وڌو ويو تہ پنهنجي خدا جي بندگي ڀلي شوق سان ڪريو پر اسان جي ٺهيل ٺڪيل نظام کي ڊاهڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. اهڙي طرح جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي سون، جواهرات ۽ حسن

جمال جا خزانا ۽ سرداريءَ جي پيشڪش ڪئي وئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن سيني ڳالهين کي ٺڪرائي ڇڏيو. اها ساڳي صورتحال قرآن مجيد هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

وَ اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيَاتُنَا بَيِّنٰتٍ ۙ قَالَ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا ائْتِ بِقُرْاٰنٍ غَيْرِ هٰذَآ اَوْ بَدِّلْهُ ؕ قُلْ مَا يَكُوْنُ لِيْٓ اَنْ اُبَدِّلَهٗ مِنْ تِلْقَآئِ نَفْسِيْ ۚ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ ۚ اِنِّيْٓ اَخَافُ اِنْ عَصَيْتُ رَبِّيْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٥﴾ ﴿يونس: 15﴾

”اهي ماڻهو جيڪي اسان سان ملڻ جي توقع نٿا رکن، چون ٿا تہ هن کانسواءِ ٻيو قرآن آڻ يا ان ۾ ڪي تبديليون ڪر. (اي نبي ﷺ انهن کي) چئو تہ منهنجو ڪم نہ آهي جو ان کي پنهنجي طرفان بدلايان. جيڪو منهنجي طرف حڪم موڪليو وڃي ٿو، آءٌ رڳو ان جي پيروي ڪريان ٿو. جيڪڏهن پروردگار جي حڪم کان مُنهن موڙيندس تہ مان عذاب جي وڏي ڏينهن کان ڊڄان ٿو.“

انهيءَ ڪري اوهان ڏسندا تہ پيغمبر اسلامﷺ پنهنجي سڄي جدوجهد ۾ ڪڏهن بہ اهڙي لچڪ نہ ڏيکاري جو هڪ الله کانسواءِ ٻين الاهن جي عبادت جي گنجائش نڪري يا وري ان نظام ۾ احبار، رهبان، سردارن ۽ متڪبرين جي لاءِ، جيڪي پنهنجي قوم لاءِ خدا بڻيا ويٺا هئا. تن مان ڪنهن جي لاءِ اطاعت جي ڪا گنجائش پيدا ٿي پوي. ڇاڪاڻ جو پاڻ سڳورنﷺ کي قرآن مجيد جي ذريعي هيءَ هدايت صاف صاف لفظن ۾ ڏني وئي هئي تہ اوهان کي جيڪو پهچائڻ لاءِ پيغام ڏنو ويو آهي. اوهان اهو پيغام بنا ڪنهن ڪمي پيشيءَ جي پهچايو ۽ پنهنجي دين کي پورو پورو قائم ڪريو. طاغوتي طاقتون، پير مرشد، مستڪبر ۽ سرمائيدار، گروهہ ۽ جماعتون، ادارا ۽ حڪمران، جبر ۽ آمريت جا صاحب وڏا جتن ڪري سڌارڪ داعي انسانن کي پنهنجي پروگرام تان هٽائڻ جون ڪوششون ڪندا آهن ۽ دنياوي لالچن جي چمڪ ۽ ڪشش سبب چڱن ڀلن جا ايمان لڏي پوندا آهن ۽ وقتي مصلحتن جي نالي تي اصولن تي سودي بازي ڪرائي وٺندا آهن. پر مومن ڇاڪاڻ جو الله جي نور سان ڏسندو آهي، انهيءَ ڪري پروگرام تان هٽڻ ۽ سوديبازي ان جو وَس نہ هوندو آهي. انهيءَ ڪري هو تڪليفن ۾ پوڻ جي مصلحتن ۾ بہ نہ ايندو آهي ۽ وقتي مصلحتن تحت وقتي فائدن جي سودي بازي بہ نہ ڪندو آهي.

# دعوت الي الله جي اهميت

دعوت الي الله جو ڪم پنهنجي روح ۾ هڪ خدائي ڪم آهي. جنهن ڪي ٻانهن جي ذريعي سان انجام ڏنو ويجي ٿو. ان ڪري ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ دعوتي ڪم کي بہ اهڙي ئي للّهيت واري روح ۽ جذبي سان سرانجام ڏنو وڃي. انهيءَ روح ۽ جذبي کانسواءِ جيڪو ڪم ڪيو ويندو، اهو دعوت الي الله جو ڪم نہ هوندو. هن خدائي ڪم جو اصل مقصد هيءَ آهي تہ انسان کي خدا جي تخليقي پلان کان آگاهہ ڪيو وڃي. انسان کي ٻڌايو وڃي تہ کيس ڇو پيدا ڪيو ويو آهي؟ ۽ سندس منزل ڇا آهي انسان کي ٻڌايو وڃي تہ خدا سان ان جو تعلق ڇا آهي؟ ۽ خدا آئنده ساڻس ڪهڙو معاملو ڪرڻ وارو آهي ٻين لفظن ۾ دعوت جو هي ڪم جڻ تہ انسان کي پنهنجو پاڻ کان ۽ خدا کان متعارف ڪرائڻ جو هڪ ڪم آهي. انهيءَ ڪم جي نتيجي ۾ انسان جي خدا جي باري ۾ غفلت ختم ٿئي ۽ کيس پنهنجي ٻانهپ جو ادراڪ ٿئي. هو جيڪا بہ زندگي جيئي ان ۾ خدا جي رضا ۽ محبوبيت طلبي. هن جو ڪوبہ پل خدا جي ياد ۽ ان جي رضا کان خالي نہ هجي دنيا جون ڪيتريون مصروفيتون بہ هن کي گهيري وٺن پر هو انهن مصروفيتن ۾ بہ خدا جي رضا کي ڳولهي ۽ هو دنيا جي عظمتن ۾ خدا جي عظمت کي ڳولهي وٺي.

داعي جو ڪم هي آهي تہ هو انسان کي هن حقيقت کان آگاهہ ڪري تہ موجوده دنيا ۾ هر ماڻهو ٻہ طرفن تقاضن جي وچ ۾ آهي. هڪ طرف ماڻهو پنهنجي داخلي جنگ جي محاذ تي بيٺل آهي. ان طرف ان جو ضمير آهي، جيڪو کيس خدا جي طرف ڇڪي ٿو. ٻي طرف سندس انانيت آهي، جيڪا کيس شيطان جي طرف ڌڪي وٺي وڃي ٿي. داعي انسان ماڻهوءَ جي ذهني بيداري اپاري کيس ان قابل بڻائي ٿو تہ هو انهيءَ ٻہ طرفي گهيراءُ کي سڃاڻي. هو پنهنجي انانيت تي ڪنٽرول ڪري ۽ ضمير جي آواز کي جيءُ

چوي. هو پنهنجي چوڌاري رواجن، رسمن ۽ زماني جي ريس تي پيدا ٿيل خواهشن کي رد ڪري خدا جي پڌايل ضابطن کي پنهنجي زندگيءَ جو دستور بڻائي. هو شيطان جي رغبتن کان بچي خدا جي ان رستي جو مسافر بڻجي وڃي جيڪو کيس جنت جي طرف وٺي وڃڻ وارو آهي. هن کي عارضي دنيا جي لذتن جي مٿان آخرت جي ابدي سلامتي ۽ خدا جي محبوبيت واري زندگي جو ديوانو بڻائي. دعوتي ڪم زمين تي ٿيندڙ سڀني ڪمن مان وڏيڪ اهم آهي. هي پيغمبرن وارو ڪم آهي، جيڪي ماڻهو انهيءَ ڪم کي کڻي اٿندا انهن کي خاص نعمتن سان نوازيو ويندو.

قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

يَآاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْٓا اَنْصَارَ اللّٰهِ كَمَا قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ لِلْحَوَارِيّٖنَ مَنْ اَنْصَارِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ؕ قَالَ الْحَوَارِيُّوْنَ نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ فَاٰمَنَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ وَكَفَرَتْ طَّآئِفَةٌ ۚ فَاَيَّدْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا عَلٰى عَدُوِّهِمْ فَاَصْبَحُوْا ظٰهِرِيْنَ ﴿١٤﴾

﴿الصف: 14﴾

”اي ايمان وارؤ! توهان الله جا مددگار بڻجو جيئن عيسيٰ بن مريم پنهنجي حوارين کي چيو هو تہ ڪير آهي جيڪو الله ڪارڻ منهنجو مددگار بڻجي. حوارين وراڻيو تہ اسان آهيون الله جا مددگار. پوءِ بني اسرائيل مان ڪجهہ ماڻهن ايمان آندو ۽ ڪجهہ ماڻهن انڪار ڪيو. پوءِ اسان ايمان وارن جي سندن دشمنن جي مقابلي ۾ مدد ڪئي پوءِ اهي غالب ٿيا.“

## پيغمبر اسلام سڀ کان وڏو داعي هو

قرآن شريف ۾ هي ورائي ورائي پڌايو ويو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي بعثت جو مقصد دعوت الي الله تعاليٰ آهي ۽ پاڻ سڳورن کي انهيءَ فرض نڀائڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ان کان علاوه ڪيتريون آيتون انهيءَ ڳالهہ جي ثابتي ڏين ٿيون تہ پاڻ سڳورن انهيءَ ذميواريءَ کي پورو ڪيو. جيئن فرمايو ويو آهي:

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ﴿سبا: 28﴾

”اسان توکي سڀني ماڻهن جي لاءِ (انهن جي نيڪ عملن تي جزا جي) خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ (انهن جي بدعملين تي) سزا کان ڊيڄارڻ وارو ڪري

موڪليو آهي.“

اِنَّآ اَرۡسَلۡنٰكَ بِالۡحَقِّ بَشِيۡرًا وَّ نَذِيۡرًا ۙ وَّلَا تُسۡـَٔلُ عَنۡ اَصۡحٰبِ الۡجَحِيۡمِ ﴿البقره: 119﴾

”اسان اوهان کي حق (جي دعوت) سان گڏ (نيڪ عملين جي) بشارت ڏيڻ ۽ (بدعملين جي برن نتيجن کان) ڊيڄارڻ وارو ڪري موڪليو آهي ۽ جهنم وارن جي باري ۾ توکان نہ پڇيو ويندو (تنهنجو ڪم صرف حق جو پيغام پهچائڻ آهي).“

تَبٰرَكَ الَّذِىۡ نَزَّلَ الۡفُرۡقَانَ عَلٰى عَبۡدِهٖ لِيَكُوۡنَ لِلۡعٰلَمِيۡنَ نَذِيۡرَا ﴿الفرقان: 1﴾

”وڏي برڪت واري آهي اها ذات جنهن پنهنجي ٻانهي تي فرقان نازل ڪيو تہ جيئن اهو سڀني جهان وارن لاءِ (بدعملين جي برن نتيجن کان) ڊيڄارڻ وارو بڻجي وڃي.“

يٰۤاَيُّهَا النَّبِىُّ اِنَّاۤ اَرۡسَلۡنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيۡرًا ۙ﴿۴۵﴾

وَّدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذۡنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيۡرًا ﴿۴۶﴾ ﴿الاحزاب: 45-46﴾

”اي نبي! بيشڪ اسان توکي گواهي ڏيڻ وارو (نيڪ عملين جي) بشارت ڏيڻ وارو ۽ (بدعملين جي برن نتيجن کان) ڊيڄارڻ وارو ۽ الله جي حڪم سان ڏانهس سڏڻ وارو چمڪندڙ ڏيئو ڪري موڪليو آهي.“

## دعوت پيغمبري ڪم جو تسلسل آهي

دين اسلام اسان کي آخري دين ڪري ڏنو ويو آهي ۽ اسان جي رسول کي آخري رسول ڪري موڪليو ويو آهي. اسان کي خير امت بڻايو ويو آهي ۽ اخرجة للناس جي ذميواري سونپي وئي آهي. حضرت آدم کان وٺي حضرت محمد ﷺ تائين لڳ ڀڳ ساڍا 10 هزار سالن جي معلوم انساني تاريخ ۾ هڪ لک چوويهہ هزار نبين ۽ هزارين صالح ۽ سڌارڪ اڳواڻن جي ذريعي وقت بہ وقت انساني سماج جي ارتقا پٽاندر انسانن کي قوانين فطرت، الله جي موڪليل ڪتابن جي هدايت ۽ انساني سماج ۾ پريڪٽس هيٺ آيل انساني صداقتن ۽ اعليٰ اخلاقي معيارن جي روشنيءَ ۾ رهنمائي ملندي رهي. حضرت محمد ﷺ جي امت کي ساڍا 10 هزار سالن جي انهيءَ سڄي تاريخي پسمنظر ۾انسانيت واسطي هدايت ۽ رهبريءَ جو مثال بڻايو ويو تہ هاڻي سڄي انسانيت لاءِ حضرت محمد ﷺ جا پيروڪار مسلمان انسانيت

جو بهترين نمونو ۽ مثال بنجڻ وارو ڪردار ادا ڪندا. هينئر اسلام ڪي هڪ ڪامل دين ڪري هن امت جي حوالي ڪيو ويو جنهن ۾ پهرين ذميواري ڪين هيءَ حوالي ڪئي وئي تہ هو پهريائين پاڻ انهيءَ تي عمل پيرا ٿين. انسانيت جي لاءِ مثالي ڪردار بڻجڻ، پنهنجي اعليٰ انساني وصفن، اخلاقن ۽ قدرن سان سيني انسانن لاءِ مثالي بڻجڻ. مثالي ادارا ٺاهن، مثالي جماعتون وجود ۾ آڻن ۽ مثالي معاشرا اڏي ڏيکارين. انهن جو پيدا ڪيل اهو مثالي نمونو انهن جي دين جو ۽ انهن جي خدا جو تعارف بڻجي ۽ ماڻهو پنهنجي خدا جي معرفت ماڻين. ٻي ذميواري ڪين هيءَ ڏني وئي تہ هو انهيءَ ڪامل دين اسلام ڪي ٻين تائين پهچائڻ جي ذميواري پنهنجي مٿان کڻن. ان ذميواريءَ کي نڀائڻ جون چار صورتون بہ ٻڌايون ويون.

## (1) پرچار/تبليغ:

مسلمان جتي بہ هجي، جهڙي حيثيت ۾ بہ هجي اتي الله جي پرچار ۽ الله جي موڪليل دين جي پرچار ڪرڻ جو ذميوار بڻايو ويو آهي. قرآن شريف ۾ چيو ويو آهي تہ:

يَاَيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ ﴿المائده: 67﴾

”اي رسول ﷺ! جيڪو توتي تنهنجي رب پاران نازل ٿيو آهي، انهيءَ کي ماڻهن تائين پهچاءِ.“

پيغمبر اسلام ﷺ ڪانپوءِ ان جا سڀ امتي انهيءَ ذميواري کي نڀائڻ جا پابند آهن. حضور ﷺ جن فرمايو:

بلغوا عنی ولو آیه ﴿صحيح بخاري﴾

”منهنجو پيغام پهچايو توڙي جو هڪ آيت هجي.“

پيغمبر اسلام ﷺ اها ذميواري پنهنجي امت کي قيامت تائين ادا ڪرڻ جي حوالي ڪئي آهي. فرمايائون:

فليبلغ الشاهد الغائب ﴿صحيح بخاري﴾

” جيڪي هتي موجود آهن اهي انهن کي پهچائين جيڪي هتي موجود ناهن.“

پيغمبر اسلام خطبه الوداع ۾ پنهنجي پيروڪار ساٿين کي هي ذميواري سونپي هئي. هاڻي پيغمبر اسلامﷺ جو حقيقي ۽ سچو امتي ۽ پيروڪار اهو آهي، جيڪو پنهنجي پيغمبر جي انهيءَ ذميواريءَ کي نڀاهڻ جو ڪم سرانجام ڏئي.

## (2) دعوت:

مسلمان فردن توڙي جماعتن جي مٿان الله جي طرف سڏڻ جي ذميواري سونپي وئي آهي ۽ الله جي طرف سڏڻ کي سڀ کان ڀلي ڳالهه قرار ڏنو ويو آهي. قرآن ۾ چيو ويو آهي تہ:

وَ مَنۡ اَحۡسَنُ قَوۡلًا مِّمَّنۡ دَعَاۤ اِلَی اللّٰہِ وَ عَمِلَ صَالِحًا ﴿حم السجده: 33﴾

”انهيءَ شخص جي ڀلي ڳالهه کان وڌيڪ ٻي ڪنهن جي هوندي، جيڪو الله جي طرف سڏيندو هجي ۽ (الله کي راضي رکڻ وارا) چڱائي جا ڪم ڪندو هجي.“

هن آيت مان صاف ظاهر آهي تہ الله جي طرف سڏڻ جو موثر ۽ نتيجي وارو ڪم اهوئي ماڻهو ڪري سگهندو جيڪو انساني ڀلائيءَ جا صالح ڪم ڪندڙ هوندو. جيڪو ماڻهو پاڻ ڪردار وارو هوندو، ماڻهن سان ڀلايون ڪندڙ هوندو، ان جي ڳالهه ۾ وزن هوندو. ان جي مثالي زندگي ماڻهن کي اتساهيندي تہ اهي بہ نيڪيءَ ۽ چڱائيءَ جي ان واٽ جا پانڌيئڙا بڻجن جيڪا واٽ سچي انسانيت جي لکين ڪروڙين انسانن جي ڪامراني ۽ سلامتيءَ واري واٽ رهي آهي.

## (3) چڱاين جي طرف سڏڻ ۽ مداين کان روڪڻ (امر بالمعروف ونهي عن المنڪر):

هن جو مطلب آهي نيڪي جي پرچار، چڱاين ڏانهن سڏڻ، چڱاين جو حڪم، چڱاين کي ڦهلائڻ، چڱاين جو ساٿ ڏيڻ، ان جي لاءِ ڪوششون ڪرڻ، اهڙي طرح بديءَ ۽ برائيءَ کان روڪڻ، ناانصافيءَ کان بيزاري ۽ نفرت، ظلم ۽ استحصال کان پاڻ بہ بچڻ ۽ ٻين کي بہ بچائڻ، اهي سڀ ڳالهيون هن ۾ شامل آهن. پيغمبرِ اسلامﷺ فرمايو:

من راٰی منکم منکرا فلیغیرہ بیدہٖ فان لم یستطع فبلسانه فان لم یستطع فبقلبهٖ وذٰلك اضعف الایمان ﴿صحیح مسلم﴾

”توهان مان جيڪو بہ مداين کي ڏسي تہ سندس فرض آهي تہ هو ان کي پنهنجي هٿ سان روڪي جيڪڏهن ان جي سگهہ نہ هجيس تہ پنهنجي زبان سان (تلقين ۽ نصيحت ذريعي ان برائيءَ کي روڪي) جيڪڏهن اها بہ طاقت نہ رکندو هجي تہ پنهنجي دل سان (انهيءَ مدائي خلاف نفرت جو اظهار ڪري) ۽ اهو ايمان جو بيحد ڪمزور درجو آهي.“

سماج ۾ سچن جو ساٿ ڏيڻ ۽ ظلم ۽ استحصال ڪندڙن خلاف سينو سپر ڪري بيهڻ يا ان مقصد لاءِ ڪم ڪندڙن سان سلهاڙجي پنهنجي جاني، مالي ۽ وقتي قرباني ڏيڻ ايمان وارن جي مٿان لازم آهي. جنهن کي جيترو بہ علم آهي، جيترو بہ موقعو آهي، جيترا بہ وسيلا آهن ۽ جيتري بہ سگهہ آهي، ان پٽاندر هو ماڻهن کي نيڪيءَ جي طرف سڏي ۽ نيڪيءَ جا ڏس ڏئي ۽ نيڪيءَ جو ديوانو بنائڻ جي ڪوشش ڪري. اهڙي طرح برائيءَ ۽ بديءَ کان روڪي، برائي ۽ بديءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندڙ فردن ۽ جماعتن جو ساٿي بڻجي. بديءَ جي خلاف پنهنجي اندر ۾ نفرت رکي، پنهنجي سگهہ ۽ همٿ سان ان جي رستا روڪ ڪري. پنهنجي گهر ڀاتين ۽ پنهنجي چوڌاري ماڻهن کي نيڪيءَ جي طرف سڏي ۽ برائي کان روڪي ۽ اهڙي طرح سڄي سماج مان برائي، جهالت، ظلم ۽ استحصال جي خاتمي لاءِ ٿيندڙ ڪوشش ۾ ڀاڱي ڀائيوار رهي.

بدقسمتيءَ سان اسان مسلمانن ۾ هي ڳالهہ رواج ۾ آندي وئي آهي تہ دعوت الي الله، چڱاين ڏي سڏڻ ۽ مداين کان روڪڻ روڪڻ جو ڪم صرف مذهبي طبقي ۽ تبليغ جماعت جو ڪم آهي جنهن ڪري مسلمانن جو وڏو تعداد هيڏي وڏي سعادت ۽ ذميواريءَ جي ڪم کان محروم رهندو آيو آهي. ان جي نتيجي ۾ ئي مسلمانن جي اندر اهو ديني روح ۽ جذبو ڏنڊلائبو ويو آهي جيڪو پيغمبر اسلام پنهنجي پوئلڳن ۾ پنهنجي ڪوشش سان پيدا ڪيو هو. ائين آهستي آهستي حالت اها بڻجي وئي جو ماڻهو حق جو ساٿ ڏئي بيهڻ بدران پنهنجي غير جانبدار هئڻ تي فخر ڪرڻ لڳا ۽ مداين جي باري ۾ اکيون ٻوٽي رکڻ کي پنهنجي پرامن زندگي سڏڻ لڳا. انهيءَ جي

نتيجي ۾ مسلمان معاشرا وڏي غلامي ۽ پيچ ڊاهہ جو شڪار بہ ٿيا آهن. مغرب وارن چڱاين ۽ مداين تي نظريا وجود ۾ آڻي انهن نظرين کي قانون جي شڪل سان پنهنجي معاشرن کي وري وري سگهہ پئي ڏني. پر اهو ڪم چاڪاڻ تہ انفرادي ڪوشش جو بہ هو انهيءَ ڪري اتي بہ فردن جي شخصيت جو اهو بحران باقي رهيو. اسلام پنهنجي پيروڪارن ۾ شخصي گُڻ ۽ ڀلاين جو اسپرٽ پيدا ڪرڻ لاءِ فردن فردن بہ اها ذميواري رکي آهي. تاريخ جي جنهن بہ دور ۾ ۽ جتي بہ اها ذميواري ادا ڪئي وئي آهي تہ اتي عاليشان نتيجا مليا آهن.

## (4) شهادت علي الناس:

ان جو مطلب آهي تہ انسانن جي مٿان حق ۽ سچ جي پيغام جي حجت پوري ڪئي وڃي. قيامت ۾ چاڪاڻ تہ سيني ماڻهن کان پنهنجي عقيدن ۽ عملن جو حساب ڪتاب ورتو ويندو، ان ڪري الله تعاليٰ هن دنيا ۾ سيني انسانن تائين پنهنجي هدايت جو پيغام پهچائڻ جي حجت مسلمانن جي هٿان پوري ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ اسان ڪابہ اهڙي قوم نہ ڇڏي آهي جنهن کي ان جي ٻولي ۾ ڪين هدايت جو پيغام نہ پهتو هجي. هاڻي دنيا جي سيني ٻولين ۾ الله تعاليٰ جا مڃيندڙ ان جي هدايت جو پيغام پنهنجي قومن تائين پهچائڻ جا ذميوار آهن. پيغمبر اسلام ﷺ جي نبوت کي خاتم بہ ان ڪري بڻايو ويو تہ جڏهن انساني قومون بين الاقواميت ۾ داخل ٿي چڪيون آهن تہ ان مرحلي تي هدايت جو هڪ ئي پيغام انسانيت ڏانهن منتقل ٿئي ۽ خدائي حجت پوري ٿئي.

سورة البقره ۾ فرمايو ويو آهي تہ: اسان اوهان کي وچٿري امت (Balanced Humanity) بڻايو آهي.

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنٰكُمْ اُمَّةً وَّسَطًا لِّتَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ وَيَكُوْنَ الرَّسُوْلُ عَلَيْكُمْ شَهِيْدًا ﴿البقره: 143﴾

”۽ اهڙي طرح اسان اوهان کي وچٿري امت بڻايو آهي تہ جيئن توهان انسانذات جي مٿان شاهد بڻجي وڃو ۽ رسول (ﷺ) اوهان جي مٿان شاهد بڻجي وڃي.“

هاڻي پيغمبر اسلامﷺ کانپوءِ ان جي رسالت جو دور قيامت تائين هلندو ۽ انسان ذات جي لاءِ شهادت علي الناس جي ذميواري بہ ان جي مڃيندڙن جي مٿان هوندي. هاڻي جيڪڏهن امتِ محمدي هيءَ فرض ادا نٿي ڪري تہ دنيا جي گمراهيءَ جو وبال بہ انهيءَ جي مٿان ايندو. جيڏي وڏي ذميواري هن امت کي ملي آهي انهيءَ جو اعجاز ۽ وبال بہ ان ئي پيماني جو آهي، ان ڪري جيڪڏهن اسان ان ذميواري کي پورو نہ ڪيو تہ نہ صرف پنهنجي ڪوتاهي ۽ جرم جو شڪار بڻباسون پر سڄي انسانيت جي قومن جي گمراهي جا ڪارڻ ليکيا ويندا سون.

## دعوت جي لاءِ مددگار پهلو

انساني سڌاري جي هيءَ وڏي ذميواري نڀائڻ جي لاءِ ماڻهوءَ کي هڪ قدرت جي مددگار رهنمائي ۽ پرجهلائي جي ضرورت آهي. قرآن اها رهنمائي بہ چٽي ڪري اسان کي ٻڌائي آهي:

وَ مَنۡ يَّعۡتَصِمۡ بِاللّٰهِ فَقَدۡ هُدِيَ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ۝١٠١ ﴿آل عمران: 101﴾

"جيڪو الله کي مضبوطيءَ سان چنبڙي پيو، تہ بيشڪ ان تي سڌي راهہ کلي وئي." (هاڻي ان لاءِ نہ ڪو ٿيڙ آهي نہ ڀٽڪڻ جو انديشو.)

الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان چنبڙي پوڻ ان جي موڪليل هدايت جي تابعداري ڪرڻ آهي ۽ ان کي ئي اصل اصول ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو قبول ڪرڻ آهي. اها قبوليت جڏهن هڪ دين جي شڪل ۾ ٿئي ٿي تہ پوءِ ان رسيءَ کي چنبڙي پوڻ جا بہ ڪجهہ طريقا آهن، ان ۾ ڪجهہ ذڪر، فڪر، ڪجهہ عبادتون، الله جي پچار، ان جي دين جو ڦهلاءُ، ان لاءِ جهد ۽ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ شامل آهن پر اصل شيءِ الله تي ڀروسو ۽ الله تي ايمان آهي، اها ئي ڳالهہ الله کي چنبڙي پوڻ آهي. الله تعاليٰ جي باري ۾ هيءَ يقين ۽ ايمان تہ هن پوري ڪائنات ۾ اختيار ۽ تصرف الله جي هٿ وس آهي ۽ ٻئي ڪنهن کي بہ ذري برابر اختيار حاصل نہ آهي. ۽ جڙيل قانونن سندس حڪم ڪانسواءِ ڪو پن بہ نٿو ڇُري ۽ نہ ڪو پنهنجي جڳهہ تان حرڪت ڪري ٿو سگهي. قرآن ٻڌايو آهي تہ:

يُدَبِّرُ الۡاَمۡرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الۡاَرۡضِ ﴿السجده: 5﴾

”آسمان کان زمين تائين سڀني معاملن جي تدبير اهو ئي ڪري ٿو.“

وَسِعَ كُرۡسِيُّهُ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلۡأَرۡضَ ﴿البقره: 255﴾

”ان جي ڪرسي مسلسل ڇانيل آهي آسمان ۽ زمين تي.“

الله تعاليٰ جي جڙيل جوڙ ۾ قانونن هيٺ هن ڪائنات جو چرخو هلي ٿو ۽ انسانن جي زندگيءَ ۾ چڱائيءَ ۽ مدائيءَ ۾ ان جي نتيجن لاءِ به قانون جڙيل آهن. انهن قانونن هيٺ ماڻهن ڪي عملن جو صلو ملي ٿو. معنيٰ ته ڪا به شيءِ ان جي وس ۽ قدرت کان ٻاهر ڪونهي ۽ اهوئي توحيد جو روح آهي. الله تعاليٰ کي صرف ايترو مڃي وٺڻ ته اهو آهي ۽ ان جي اڳيان سجدو ڪيو وڃي، اهڙي طرح ته الله کي هر ڪوئي مڃي ٿو پر الله کي اصل مڃڻ هي آهي ته اختيار ۽ حڪم صرف ان جو هلي ٿو قانون صرف ان جا هلن ٿا، جوابدهي صرف ان ڏانهن آهي، عدل ان جو شان آهي، ذري ذري جو حساب وٺڻ جو اختيار رکي ٿو جزا ۽ سزا جو مالڪ آهي. انهن ڳالهين سان ئي خدا تعاليٰ تي ايمان مڪمل ٿئي ٿو اها شيءِ جيتري زياده ٿيندي اوترو ئي ايمان جي زياده قوت پيدا ٿيندي، جيترو وڌيڪ ان ڳالهه تي يقين پختو ٿيندو اوترو ئي وڌيڪ ايمان سگهارو ٿيندو ۽ خدا جي راهه ۾ استقامت پيدا ٿيندي. صحابه ڪرام ۾ به اها ئي قوت هئي، جنهن جي بنياد تي ڪين توحيد سڄي دنيا ۾ ڦهلائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي. انهن کي پنهنجي الله تي ڪامل يقين هو جنهن جي بنياد تي هو قيصر ۽ ڪسريٰ جي اکين ۾ اکيون وجهي، ڳالهه ڪري سگهندا هئا ۽ ڪين ڪنهن به قسم جو خوف نه هو. عرب جي انهن بدوئن ۽ معمولي انسانن ۾ هي قوت انهيءَ جي نتيجي ۾ پيدا ٿي هئي ته هو الله جي قوت تي يقين رکندا هئا. هو سمجهندا هئا ته رب ته بس هڪ آهي، باقي ٻيا سڀ اسباب آهن ۽ سڀ اسباب انهيءَ جي ئي هٿ ۾ آهن. ڪين ان ڳالهه تي يقين هو ته سبب پنهنجي جاءِ تي پر اهي سبب به رب جي چاهڻ يا نه چاهڻ سان ٻڌبا آهن. اهائي ڳالهه الله جي رسيءَ کي مضبوط جهلڻ ۾ پوشيده آهي. جڏهن ماڻهوءَ جي اندر اهو يقين پيدا ٿي وڃي ٿو ته پوءِ ان لاءِ وڏي کان وڏي قوت جي اکين ۾ اکيون وجهي ڳالهه ڪرڻ، خطرن کان بي نياز ٿي ماڻهن کي منظم ڪرڻ، انهن جي رهنمائي ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي سڀني فتنن کان بچائڻ آسان ٿي پوي ٿو. فتنا ته ڇوڏاري ماڻهوءَ جي موجود آهن پر

جڏهن ماڻهو هي سمجهي ٿو تہ مان بلڪل پنهنجي رب جي مٺ ۾ آهيان تہ هو پريشان نٿو ٿئي ۽ حالتن کان گهبرائي مايوسيءَ جو شڪار نٿو ٿئي.

پوءِ جڏهن ماڻهو پوري يقين ۽ ويساهہ سان انهيءَ جي رستن تي جهد ۾ نڪري پوي ٿو الله تعاليٰ جي نصرت ان سان گڏ هجي ٿي. بدر واري پهرين فتح ٿي تہ الله تعاليٰ فوراً ٻڌائي ڇڏيو تہ توهان انهن کي قتل نہ ڪيو بلڪ الله تعاليٰ کين قتل ڪيو ۽ توهان مٺ پري مٽي نہ اڇلي هئي پر اها الله اڇلائي هئي.

فَلَمۡ تَقۡتُلُوۡهُمۡ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ قَتَلَهُمۡ ۖ وَ مَا رَمَيۡتَ اِذۡ رَمَيۡتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى ﴿الانفال: 17﴾

”پوءِ حقيقت اها آهي تہ توهان کين قتل نہ ڪيو پر الله انهن کي قتل ڪيو ۽ (اي پيغمبر!) جڏهن تون ڌوڙ جي مٺ اڇلي، تڏهن اها تو نہ اڇلي پر الله اڇلي.“ ساڳئي وقت مؤمنن کي پنهنجيون سڀ ڪوششون ڪرڻ ۽ پنهنجي سيني ممڪن وسيلن کي استعمال ڪرڻ، وڙهڻ ۽ تدبير ڪرڻ جو حڪم بہ ڏنو ويو انهيءَ سان صحابہ ڪرام تي هي واضح ڪرڻو هو تہ اهو سڀ ڪجهہ ٺيڪ آهي پر سمجهڻو هي آهي تہ اهو سڀ الله جي پاران آهي ۽ الله جي مدد سان آهي.

## دعوت جو پيغمبري طريقو

حضرت ابراهيم عليہ السلام کي الله تعاليٰ جي معرفت ۽ توحيد جي دعوت جو منصب عطا ٿيو تہ ان کي نياڻڻ جي لاءِ هن رهنمائي بہ خود خدا کان حاصل ڪئي، ان وقت جا ماڻهو بڇڙاين ۽ شرڪ ڪفر ۾ اهڙي انتها کي پهتل هئا جو انهن جي زندگي زندگي نہ هئي، پر موت ۽ مڙدگي مٿانئن ڇانيل هئي، اهڙي حالت ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام الله تعاليٰ کان سوال ڪيو تہ منهنجا موليٰ! هنن ماڻهن جي مٿان جهالت، شرڪ ۽ ڪفر جو جيڪو موت ۽ مڙدگي ڇانيل آهي، اهڙي حالت ۾ پلائي، انسانيت ۽ نيڪيءَ واري زندگي هنن ۾ ڪيئن داخل ٿيندي؟ تنهن تي الله تعاليٰ وراڻيو تہ اي ابراهيم! توکي اهو ڀروسو ڪونهي تہ پلائي، انسانيت ۽ توحيد وارو پيغام ماڻهن کي موتمار زندگيءَ مان ڪيڍي سگهي ٿو؟ حضرت ابراهيم عليہ السلام وراڻيو تہ هائو منهنجا الله مون کي ان ڳالهہ تي ڀروسو ۽ يقين تہ پورو پورو آهي پر انهن ماڻهن تائين

اهو پيغام رسائڻ واري تربيت ڪونهي، جي اها حاصل ٿي پوي تہ منهنجي دل کي اطمينان حاصل ٿي پوندو. پوءِ الله تعاليٰ انهن ماڻهن جي هدايت واسطي حضرت ابراهيمؑ جي تربيت پاڻ ڪرڻ جو بندوبست ڪيو.

الله تعاليٰ فرمايو تہ اي ابراهيم! تون چار پکي وٺي انهن کي پاڻ سان هيراءِ. انهن کي کاڌ خوراڪ ڏئي، انهن کي پيار ڏئي، انهن جون ضرورتون پوريون ڪر ۽ انهن کي پاڻ سان مانوس ڪر. پوءِ انهن پکين کي ڄُز ڄُز ڪري چئن پهاڙن تي رک ۽ پوءِ انهن کي پاڻ ڏي سڏ تہ ڏسندين توڏانهن ڊوڙندا هليا ايندا. حضرت ابراهيمؑ ائين ئي ڪيو ۽ پکي اُن ڏانهن ڊوڙندا هليا آيا. اهو عمل قرآن جي سورة بقره جي آيت ٢٦٠ ۾ ٻڌايل آهي.

وَ اِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّ اَرِنِیْ كَیْفَ تُحْیِ الْمَوْتٰى ؕ قَالَ اَوَلَمْ تُؤْمِنْ ؕ قَالَ بَلٰى وَلٰكِنْ لِّیَطْمَىٕنَّ قَلْبِیْ ؕ قَالَ فَخُذْ اَرْبَعَةً مِّنَ الطَّیْرِ فَصُرْهُنَّ اِلَیْكَ ثُمَّ اجْعَلْ عَلٰى كُلِّ جَبَلٍ مِّنْهُنَّ جُزْءًا ثُمَّ ادْعُهُنَّ یَاْتِیْنَكَ سَعْیًا ؕ وَ اعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ عَزِیْزٌ حَكِیْمٌ ﴿٢٦٠﴾

حضرت ابراهيمؑ جو تربيتي اعتماد پختو ٿيو ۽ پوءِ هن تربيت جو ساڳيو طريقو توحيد جي دعوت جي لاءِ انسانن تي لاڳو ڪيو. ائين توحيد پرست انسانن جي تياريءَ جي عمل جو آغاز جيڪو حضرت ابراهيمؑ شروع ڪيو، اُنهيءَ جي پريڪٽس ابراهيمي سلسلي جي سڀني پيغمبرن وڏي ڪاميابيءَ سان ڪئي. رسول اللهﷺ جن بدرجهءِ اُتم انهيءَ طريقي مان وڏا نتيجا حاصل ڪيا.

مڪي جي زندگيءَ جي پهرئين ڏينهن کان وٺي مدني زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين پاڻ سڳوراﷺ ان ڪم کان غافل نہ ٿيا تہ الله جي ٻانهن جو تعلق سندن رب سان قائم ٿئي. رسول اللهﷺ جو نبوت ملڻ کان اڳ جي زندگيءَ ۾ ماڻهن سان ڀلايئن جو طريقيڪار نبوي طريقن جي اهڃاڻن طور موجود هو پر نبوت ملڻ کانپوءِ ان ۾ اجا واڌارو آيو. پاڻ ڪريمﷺ جن تجارتي سفرن مان جيڪو ڪجهہ ڪمايو هو سو انسانن سان ڀلايئن ۽ سڌاري جي ڪوشش ۾ خرچ ڪري ڇڏيو. ماڻهن کي قرب، محبت، ڀلايئن، احسان ۽ سهڪار سان نوازي پنهنجو اهڙو جانثار ٺاهي ڇڏيو جو اهي رسول اللهﷺ جي دعوت تي هر ڏک سک ۾ لبيڪ چئي ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار هئا.

انهيءَ دعوت ۾ ايتري ڪشش هئي جو ماڻهو ڊوڙي ايندا هئا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جا ساٿي بڻبا هئا، توحيد جي پيغام جي عظمت ۽ خالقِ ڪائنات جي ٻانهپ جي لذت جو نشو ۽ ڪشش انهن ماڻهن کي ڇڪي ايندي هئي ۽ اهي جان، مال ۽ وقت هر شئي جي قربانيءَ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا ۽ پنهنجو پاڻ کي الله تعاليٰ جي سپرد ڪري پئي ڇڏيائون. ان دعوت جو مرڪزي خيال اهو ئي هو تہ خلقڻهار ۽ پالڻهار الله سان ماڻهن جو تعلق جڙي، ماڻهو سلامتيءَ جي زندگي ماڻين، ماڻهو خود رخي زندگي ڇڏي خدارخي زندگي گذارن، آخرت سنوارڻ جو فڪر ڪن، بي مقصد اجائي زندگيءَ بجاءِ الله جي رضا واري بامقصد زندگي گذارن. هنن ڳالهين جي لاءِ ڪنهن ڊگهي ۽ ڳوڙهي فلسفي، منطق ۽ ڪتابي دليل جي ضرورت نہ هئي. هي اهي ڳالهيون هيون جن جي هرهڪ ماڻهو پنهنجي اندر ۾ اڄ محسوس ڪندو هو. انهيءَ ڪري جيڪو بہ ان دعوت کي ٻڌندو هو تہ هو ان کي پنهنجي اندر جو آواز سمجهندو هو.

## دعوت لاءِ ڪم

الله رتو انسان (God Oriented Man) هر وقت الله جي ٻانهپ ۾، ان جي حب ۾، ۽ ان جي سفارتڪاريءَ ۾ هوندو آهي. الله جي ٻانهپ هُن جي لاءِ وڏي اميد ۽ سهارو بڻيل هوندي آهي ۽ ان بنياد تي هو پاڻ کي بي واهو نہ سمجهندو آهي. الله جي حب، الله جي مشيت ۽ چاهت سان ماڻهوءَ جو نصيب بڻبي آهي ۽ اهو محبوبيت ۽ معشوقيت جو درجو ان کان ئي عطا ٿيندو آهي. فسوف ياتي الله يحبهم و يحبونہ سگهوئي الله اهڙو گروهہ پيدا ڪندو جن کي هو پنهنجو محبوب بڻائيندو ۽ الله کي محبوب رکندا. جنهن کي اها محبوبيت عطا ٿيندي آهي اهو ماڻهو پنهنجي لاءِ اها عطا سڀ کان عظيم سرمايو سمجهندو آهي. اهڙا نصيب وارا ماڻهو الله جي طرف ماڻهن کي سڏڻ جي سفارتڪاري سرانجام ڏيندا آهن. اهڙن ماڻهن جو پهريون مقصد اها سرگرمي بڻبي آهي. ۽ پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام وانگر انهن ماڻهن جو جيئڻ ۽ مرڻ انهن جي قرباني انهن جي بندگي سڀ الله تعاليٰ جي لاءِ ٿي وينديون آهن.

حضرت ابراهيم عليہ السلام کي جامع انسانيت جو پيغمبر بڻايو ويو. اسلام يعني سلامتيءَ جو دين ان جي ذريعي سڄي انسانيت جو سڄڻ دين بڻايو ويو. اها سلامتي سڄي انسانيت جو ورثو قرار ڏني وئي. پر ذريت ابراهيم مان يهودين ان سڄي انسانيت جي ورثي کي صرف پنهنجي نسل لاءِ سلامتيءَ جو دين بڻايو. انهن جي پويان عيسائين ان سلامتيءَ واري عطا ڪيل دين کي پنهنجي فرقن جي دائري اندر قيد ڪري ڇڏيو. الله تعاليٰ جي مشيت وري هيڪر ان سلامتيءَ جي دين کي انسانيت جو سڄڻ دين بنائڻ جو منصب حضرت محمد ﷺ جي پيروڪارن جي حوالي ڪيو.

اها ڳالهہ طئي آهي تہ هڪ مسلمان سلامتيءَ واري ان دين اسلام جو پوئلڳ هوندو آهي. اسلام سراسر سلامتي آهي ۽ هر انسان لاءِ سلامتي آهي، سڄي انسانيت لاءِ سلامتي آهي. هيءَ زندگي بہ سلامتيءَ واري گذري ۽ آخرت جي دائمي زندگيءَ ۾ بہ سلامتي حاصل هجي، مسلمان کي اهي ٻئي شيون جيئن پنهنجي لاءِ گهربل آهن، تيئن سڄي انسانيت لاءِ بہ اهائي فڪرمندي هجي. مسلمان جڏهن نماز جي صورت ۾ الله جي عبادت ڪري ٿو تہ ان وقت هر ٻن ڇئن رڪعتن کانپوءِ سلام ورائي ساڄي پاسي وارن کي بہ سلامتيءَ ۽ رحمت جي دعا ڏئي ٿو ۽ کاٻي پاسي وارن کي بہ. هاڻي نماز ۾ ڪيل انهيءَ عهد کانپوءِ عملي زندگيءَ ۾ بہ هڪ مسلمان کي سلامتي ۽ رحمت وارن روين ۽ طريقن سان گذارڻ جو حڪم آهي. جيڪو ماڻهو عملي زندگيءَ ۾ سلامتي ۽ رحمت وارا رويا اختيار نٿو ڪري اهو عبادت ۾ تڳي ۽ منافقت ڪري ٿو. نتيجي ۾ ڪيس بہ پنهنجي لاءِ سلامتي ۽ رحمت جي نعمت کان محروم رهڻو پوي ٿو.

دنيا ۾ ماڻهن کي سلامتي ۽ رحمت ۾ پلاڻڻ جي هر موڙ تي ضرورت آهي. انساني مسئلن ۾ بہ انهن شين جي ضرورت آهي پر ماڻهوءَ کي ان جي عقيدي ۽ ايمان جي صحت ۾ تهائين وڏيڪ ضرورت آهي. ان جي سڌاري لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي هدايت جو ڪتاب قرآن مجيد عطا ڪيو آهي. اها ڪمال جي هدايت ۽ تعليم آهي. اسان پنهنجي چوڌاري پاڙن، مٽن مائٽن، دوستن، پاڙيسرين، آفيس ۽ ادارن ۾ ڪم ڪندڙ ساٿين کي قرآن پاڪ جو ترجمو پڙهڻ تي آماده ڪريون، کين ترجمو مهيا ڪري ڏيون، قرآن جي

هدايت واري پيغام تي گفتگو ڪريون ۽ جيڪي قرآن جا علمي ڪمال ۽ اعجاز اسان کي معلوم هجن تہ اهي پنهنجي ساٿين سان ونڊيون. اهو دعوت جو وڏي ۾ وڏو ڪم آهي.

ٿورو اڳتي قدم وڌائيندي دوستن جو حلقو/ سنڊيڪيٽ جوڙيون، جيڪو گڏجي محلي، ڳوٺ ۽ شهر ۾ ڪم ڪري. موجوده دور جي حالتن ۾ دليل پٽاندر لکيل اسلامي لٽريچر/ دعوتي مواد ماڻهن تائين پهچائڻ جو گڏيل ڪوششون ڪيون. پنهنجي مسجد کي ڪميونٽي جي ڀلائي ۾ دعوت جو مرڪز بڻايون. اتي شاگردن جي تعليمي سهائتا، قرآن مجيد جي ترجمي ۽ تربيتي مقصدن جا ڪلاس شروع ڪيون تہ اسان ڀلاين جي سرگرمين جو هڪ وڏو جهان جوڙي سگهون ٿا.

پر اهو دعوت جو وڏو ۾ وڏو ڪم اسان تڏهن آسانيءَ سان ڪري سگهنداسين جڏهن اسان دعوت جي ابراهيمي طريقي تي عمل پيرا هونداسين. ماڻهن سان ڀلايون، احسانمنديون، انهن سان مانوس هئڻ جا رويا هوندا تہ اسان پٽڪيل ۽ ٻي راهہ ماڻهن کي سلامتيءَ جي راهہ تي وٺي هلڻ ۾ ڪامياب ٿينداسين. انهيءَ ڪم سان اسان جي پنهنجي شخصيت جي ڊولپمينٽ پڻ ٿيندي. اسان ۾ جستجو اميد (Hope) ۽ سرگرمي پيدا ٿيندي. خدا جي طرف سڏيندڙ رباني انسان بڻباسون. الله جي رضا ۽ محبوبيت جا حقدار بڻباسين. اهو پنهنجو محبوب ٻانهن ۾ داخل ڪري قيامت ڏينهن چوندو تہ فادخلي في عبادي وادخلي جنتي.

## اسان جو ڪم دعوت ڏيڻ آهي

اسان جو ڪم صرف دعوت ڏيڻ آهي، دعوت پهچائڻ جا ذريعا اختيار ڪرڻ آهي. هدايت تہ الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. اسان ڪڏهن ڪڏهن اهو سمجهي ويندا آهيون تہ دعوت ڏيون ٿا تہ ماڻهو مڃن بہ ضرور. پوءِ جڏهن ماڻهو ان دعوت کي نہ مڃيندا آهن تہ پوءِ مايوسي ٿهلبي آهي ۽ پوءِ دعوت ڏيڻ جي ڪم ۾ بہ ڊرائي اچي ويندي آهي. حالانڪہ رسالت يا دعوت جو ڪم آهي ئي اهو تہ الله جي هڪ هڪ ٻانهي تائين، ان جي معرفت ۽ هدايت جو پيغام پهچي. اها الله جي مشيت آهي جيڪا اسان پوري ڪري رهيا

آهيون. اسان ڪيترا بہ مبلغ بڻجي وڃون. ڪيترا بہ خطيب ۽ اسلامي ورڪر بڻجي وڃون پر جيڪڏهن ٻانهن کي الله جي معرفت جو پيغام پهچائڻ جو ڪم اسان جي سرگرمين ۾ ناهي تہ پوءِ اسان اسلام جي نالي تي پنهنجي دل پشوري ڪري رهيا آهيون. دعوت جي ڪم لاءِ هڪ خاص جذبو هڪ ڪيفيت ۽ هڪ روح گهربل آهي. اهو آهي انسانن جي سڌاري جو جذبو انسانن کي باهہ کان بچائڻ جو جذبو. الله جي لاءِ پاڻ وقف ڪرڻ جي ڪيفيت ۽ الله جي لاءِ مرڻ ۽ جيئڻ جو روح، اهو سڀ ڪجهہ رڳو سکڻ سان حاصل ٿيڻ جي شئي بہ ناهي بلڪ جڏهن اوهان دعوت جو اسپرٽ کڻي عمل جي ميدان ۾ وڃو ٿا تہ اتي اوهان کي اهو جذبو ڪيفيت ۽ روح ڪم ڪرڻ جا طريقا اوهان کي سيکاريندا وڃن ٿا. ان وقت پيغمبر ڪريم ﷺ جي زندگي ۽ انهن جو عملي نمونو اوهان جا رهنما بڻجن ٿا.

ڪيترن هنڌن تي غير مسلم آهن جن تائين دين جي دعوت جو پيغام نہ پهتو آهي. انهن تائين بهتر حڪمت عملين سان دين جي دعوت جو پيغام پهچائڻ بہ اسان جي ذميوارين ۾ آهي. هزارين هوند وارا مسلمان پنهنجيون رقمون الائي ڪهڙي اسراف ۽ فضول خرچين تي خرچ ڪن ٿا. انهن کي دعوت الي الله جي اهميت ۽ ان لاءِ خرچ ڪرڻ تي آماده ڪرڻ بہ اسان جي دعوتي ڪمن جو حصو هئڻ گهرجي.

(هنن مضمونن جو ليکڪ ابوالفضل نور احمد ميمڻ جيڪو حڪمت قرآن انسٽيٽيوٽ جو ڊائريڪٽر آهي.)